معاشري کي سنوارڻ ۽ اندراُجارڻ لاءِ چاليهہ

چوندَ نصيحتن جو خوبصورت مجموعو

# اَيازِيَّاتِ

(حصو پهريون)


ترتيب وتعليق

نصر الله قريشي





N.A.Q

DIGITAL PUBLICATIONS

Pakistan- 03313051325

{حق ۽ واسطا}

# اَيَازِيَّاتِ

معاشري کي سنوارڻ لاءِ شيخ اياز
جي بنيادي فڪر ۽ چونڊ نصيحتن جو مجموعو
(حصو پهريون)

ترتيب وتعليق: نصر الله قريشي
ڇاپو پهريون: جولاءِ 2017ع
ڇپرو ڪندڙ: NAQ ڊجيٽل پبليڪيشنز-پاڪستان
03313051325-



## مهاڳ

جيئن تہ اسان جو معاشرو ڏينهون ڏينهن اخلاقي، فڪري، معاشي ۽ معاشرتي تبدليءَ طرف سفر ڪري رهيو آهي، جنهن جو رخ بهتريءَ بجاءِ بگاڙ طرف نظر پيو اچي. جيئن تہ شيخ اياز سنڌي معاشري جو وڏو پارکو ليکيو وڃي ٿو ۽ حقيقت بہ اها ئي آهي، جو پاڻ پنهنجي تصنيفات ۾ معاشري جي ترقي ۽ تنزليءَ جي ٻن بنيادي ڪارڻ تي تمام گهڻو زور ڀريو آهي؛ 1. موت تي يقين 2. ڏينهن قيامت حساب ڪتاب ۽ سزا ۽ جزا جو عمل. پوءِ جنهن معاشري جو انهن ٻن ڳالهين تي يقين آهي، تہ اهو معاشرو ۽ سندس فَرد اهڙيءَ ترقيءَ جا مسافر بڻبا جنهن جي رستي ۾ نہ ڪا ڪڏ آ نہ ڪاٻو، سندن ڪاميابي ۽ ڪامراني دنيا ۽ آخرت ۾ مقدر بڻبي.

هن مجموعي ۾ شيخ اياز جون اهڙيون ئي ڪجهہ معرفت ڀريون رمزون، نصيحتون ۽ لطيف ڳالهيون گڏ ڪيون ويون آهن، جن سان فردَ جي تربيت ڪري سندس اندر اجاري، سنواري سينگاري، فردَ سان گڏ معاشري کي بہ تباهيءَ ۽ بربادِيءَ کان بچائي پوري دنيا کي فطري ۽ حقيقي ڪاميابيءَ طرف لاڙي سگهجي ٿو.

ياد رهي تہ هي چاليهہ نصيحتن جو مجموعو، جيڪو ٻارن ۽ نوجوانن جي تربيت ۽ سندن اخلاقيات جي سڌاري لاءِ جوڙيو ويو آهي، هن سلسلي جي پهرين ڪڙي آهي، ۽ ان شاء الله مستقبل ۾ بہ اهڙي ڪوشش جاري وساري رهندي.

اسلام آباد — ڊائريڪٽر

26 جولاءِ 2017ع — اَين، اَي، ڪِيو پبلي ڪيشنز- پاڪستان

# ”ايـــــازيــات“

## هر نعمت جو حساب ٿيندو



”توهان جي سمجهہ، توهان جو علم ۽
توهان جو مرتبو سڀ الله جون عطا
ڪيل نعمتون آهن. حُساب ڪتاب واري
ڏينهن توهان کي عطا ٿيل سيني نعمتن
بابت توهان کان پڇا ڪئي ويندي.“

## ”ايـــازيـات“

**انقلاب ۽ تبديليءَ پيغمبري انداز ۾ پاڻ عمل ڪجي انسانن کي نمونو ڏجي.**



”تو پاڻ مان ئي حيوانيت کي
نہ ڪڍيو آهيءَ
هليو آهين
انسانيت جو علمبردار ٿيڻ!“

# ”ايــــازيــات“

## نيڪ ڪمن ڏانهن سڏ ”انسان ۽ حيوان“ ۾ فرق ڪندڙ آهي

”سچ جي جيڪا وات اوهان ماڻي آهي، ان تي پين ڪي ٻه هلڻ جو ڏس ڏيو. نه ته توهان ۽ حيوانن ۾ فرق ئي نه رهندو.“



# ”ايـــــازيـات“

**اجايون ڪچهريون سنڌ جي ترقيءَ ۾ رڪاوٽ آهن انهن ۾ وقت نہ وڃائجي**

”سنڌي ماڻهوءَ جو وڏي ۾ وڏو مرض ڪچهري آهي، جا سندس سنڌ سُڪائي ٿي وڃي.“



# ”ايـــازيات“

## علم عقل کان بغير پاڻ کي بہ نقصان ۾ وجهندو، تہ قوم بہ برباد ٿيندي

”تون پڙهيو نہ آهين، رڳو ڳَڙهيو آهين
تيل جي ڪڙهائيءَ وانگر ۾ هاٽي
پنهنجا جلائي رهيو آهين!“



# ”ايـــــازيـــات“

**ڏٽيءَ در اهڙو توبہ تائب ٿجي**
**جو وري بديون ۽ بدڪاريون نہ ڪجن**



”خدا جي سامهون سربسجود ٿي ۽
انهيءَ هر پَل ڪي نيُڪالي ڏي جو تو
دنيا سان گڏ گذاريو آهي.“

# ”ايـــــازيــات“

**پاڻ به الله کان معافي گهرو ۽ الله قرب لاءِ مخلوق کي معاف ڪندا رهو...**

”معافي خدا جي وصف آهي. تون پاڻ ۾ جيترو اُها وصف پيدا ڪندين، خدا جي ويجهو ٿيندين.“



# ”ايـــــازيـات“

## كاش جو توهان مڇر وانگر ٻڻجو
## ظالم جي ننڊ ۾ نہ ڦٽائي سگھيا آهيو!



**”اي سنڌي قوم! ڇا تون مڇر وانگر نمرود جي ننڊ ڦٽائيندي رهندينءَ؟“**

# ”ايـــازيـات“

## نيڪ ڪم دنيا آخرت ۾ مددگار آهن



حضرت ادريس جنازي نماز وقت جيڪو پٽڪو ٻڌندو هو، ان تي لکيل هوندو:

”سعادتمند آهي اُهو جو پنهنجي نفس تي نظر رکي ٿو. پروردگار جي سامهون انسان جا نيڪ عمل هن کي شفاعت ڏين ٿا.“

## ”ايـــازيات“



**جيڪو خدا دشمن هوندو آهي**
**اهو انسانيت جو بہ دشمن بڻبو آهي**

**”ڇا تاريخ مان ڪوئي مثال ڏئي**
**سگهندين تہ فلاڻو خدا دشمن!**
**انسان دشمن نہ هو؟“**

# ”ايـــازيـات“

## قرآن پاڪ جي
## هڪ معنيٰ خيز آيت

” ”اِنَا اللهِ وَاِنا اِلِيْهِ رَاجِعُوْنَ“ جهڙي مُتَرَنّم ۾ معنيٰ خيز سٽ نہ مون شاعريءَ ۾ ڏٺي آهي، نہ فلسفي ۾، نہ ادب ۾.“





# ”ايـــازيـات“

## ڪوبہ ڪم سيان تي نہ چڙ



”سياڻي جو ٽيڪو توکي ڪنهن ڏنو آهي؟ تون سياڻي لاءِ اڄ کي ڇو ٽو ضايع ڪرين؟“

# ”ايـــــازيـات“

## موت، ملاقات ۽ وزيٽنگ ڪارڊ



”تو ڇا سمجهيو آهي تہ موت توکي ملاقات لاءِ وزيٽنگ ڪارڊ موڪليندو؟!“ ۽ ”موت جي ياد پيغمبريءَ جي صفت آهي.“

# ”ايـــــازيـات“

## انسان روز

## موت طرف پيو ڏڪجي



**”پنهنجي جنم جي ڏينهن تي، پنهنجي مرڻ جو ڏينهن ملهاءِ، ڇو تہ تنهنجيءَ زندگيءَ مان هڪ سال پيو بہ گهٽيو.“**

## ”ايـــــازيــات“

**موت اڻ ٽر آهي**
**ان لاءِ ٿمر گڏ ڪر!**

”ڇا تون موت کي وساري، اهو ٿو سمجهين تہ موت بہ توکي وساري ڇڏيو آهي؟“



# ”ايـــــازيـات“

جاهل عقل ۽ دليل سان نہ
پر لٺ ۽ زور سان وڙهڻ گهرندو آ

”تنقيد جڏهن گڏهہ ڪندو آهي،
تڏهن اِتَ هٽندو آهي.“



# ”ايـــــازيـات“

## خدائي، مخلوق خدا ۾ ڳولهيو



”تون دهريو آهين، توکي ان تي غصو ٿو اچي
تہ مان وحدانيت ۾ اعتبار ڇو ٿو ڪيان!
مان تہ رڳو اهو سوچي رهيو آهيان تہ ڪات
ڪُٽي ڪي، جنهن جا رنگ شفق کان سهڻا
آهن، خدا کان سواءِ ٻيو ڪير بنائي ٿو
سگهي؟“

# ”ايـــازيـات“

## انسانذات لاءِ نبيءَ جا قول
## ڪاريءَ رات ۾ روشن ستارا آهن



”يا رب! ... ڪاريءَ رات ۾ تنهنجي پيغمبر آخر زمان جا قول ستارن وانگر لڳي رهيا آهن. چوان ٿو ته اهي انسان ذات سان وراهيان جا ٽڪجي پئي آهي ۽ جنهن ۾ هر روز ڪٿي نه ڪٿي قيامت صغرا نظر اچي رهي آهي.“

# ”ايـــــازيــات“

## نبيءَ اڪرم ﷺ ۽ اصحابن سڳورن
## جا قول هميشہ انسانيت جي راهنمائي ڪندا



يا رب! ڇا نہ قطار اندر مشعلون آهن. نبيءَ اڪرم ۽ اصحاب نبيءَ جا قول!

نبيءَ جي هر حديث لاٽ وانگر آهي، جا تابہ ابد جهلملائيندي رهندي. هر حديث جو تعلق، ايمان عمل، آداب ۽ اخلاق سان آهي.

# ”ايــــازيـات“

## حديث لاٿ آهي جا ايمان عمل، آداب ۽ اخلاق جون راهون روشن ڪري ٿي



نبيءَ جي هر حديث لاٿ وانگر آهي جا تابہ ابد جھلملائيندي رهندي. هر حديث جو تعلق، ايمان عمل، آداب ۽ اخلاق سان آهي.

# ”ايـــــازيـات“



”يا رب! مون کي توفيق ڏي ته مان
تنهنجيءَ ساري ڪائنات سان گڏجي
قبله رخ ٿيان
۽ جنهن وقت سجدي ۾ وڃان ته هر طرف
تون هجين ۽ هر چيز مون سان گڏ السلام
عليڪم ورحمة الله ڪري.

# ”ايـــــازيـات“



يا رب! مون مان منهنجي مون کڍي
ڦٽي ڪر،
تون ئي تون رهجي وڃ!
تون ئي تون رهجي وڃ!

# ”ايـــــازيــات“

## حسد هر برائيءَ جي جڙ آهي

”حسد کان بچو! خدا جي پهرين نافرماني حسد ئي ڪرائي، قابيل پنهنجي ڀاءُ هابيل کي حسد جي ڪري ماريو هو.“



## حاسد جون نشانيون

”حاسد جي سڃاڻ اها آهي تہ هو غائب جي غيبت ڪندو آهي ۽ حاضر جي چاپلوسي ڪندو آهي.“



# ”ايـــــازيـــات“

## انسان مان ويساھ ئي ڪڇي ويو !

يا رب! مون ڪي انسان ۾ هن جي جدوجهد ۾ ڪيترو نہ اعتبار هوندو هو!
مون انسان کي وحشي درندي جي روپ ۾ بہ ڏٺو آهي ۽ هڪ ڪني، ڪاري ڪيئين وانگر رڙهندي بہ ڏٺو آهي. مون کي هن جي جدوجهد ۾ ساڳيو ويساھ نہ رهيو آهي.



# ”ايـــــازيــات“

## نبيءِ ﷺ جي راهہ وٽ
## برباديءَ جي ڪَڏُن ڪان بَچُ



اها واٽ جا تنهنجا پيغمبر ڏيکاري ويا آهن، اهائي منزل تي رسائي ٿي، باقي واٽون تہ ڪنهن اونهيءَ ڪڏ تي ڪٽن ٿيون.

# ”ايـــازيـات“

## مشرق جو علم ۽ نئون نسل

يا رب!

مشرق جو علمي خزانو ڪيترو نہ وسيع
آهي! نہ ڄاڻان اسان جو نئون نسل ان
مان فائدو ڇو نہ ٿو وٺي!





# ”ايـــازيـات“

## انسانيت جي تڪميل

”يا رب! مشرق جو علم انسانيت جي تڪميل لاءِ مغرب کان وڌيڪ ضروري آهي جيتوڻيڪ دير ٿي وئي آهي. مون کي مهلت ڏي تہ مان ان تي عبور حاصل ڪيان.“



# ”ايـــازيـات“

## ماءُ جي عظمت ۽ عورت جو احترام



يا رب!

مون کي هر ماءُ لاءِ احترام ڏي،

مون کي هر نياڻيءَ لاءِ احترام ڏي،

۽ اهو بهشت منهنجيءَ ديد کان ڳجهو نہ رک

جو تو ان جي پيرن هيٺان رکيو آهي.

# ”ايـــازيات“

## دنيا ڏونڊ جا لالچي نہ ٿيو



”يا رب!

انسان دولت جو تمنائي ڇو آهي؟

هو تہ ننگو آيو آهي، ننگو ويٺو آهي.

۽ ڪفن بہ هر ڪنهن کي نصيب نہ ٿيٽو

آهي!“

# ”ايـــــازيـات“

## عظيم دولت ربَّ جي معرفت آهي



”يا رب!

مون کي اها دولت عطا فرماءِ جا اڳي

تو اهل دل کي ڏني آهي.

مون لاءِ ٻي دولت ڪهڙي معنيٰ ٿي

رکي؟“

# ”ايـــــازيـات“

## دنيا مسافر خانو آ

”يا رب!

هي سراءِ ۾ ايتريون روشنيون ڇو ٿا ڪن؟

ايترو ساز و سامان ڇو ٿا وجهن؟

هر شيءِ اتي رهجي ويندي ۽ انهن ڪي سار

بہ نہ هوندي تہ ڪلهہ هتي ڪير ترسيو

هوا!“



# ’’ايــــازيـات‘‘

## هٿ ڪير نہ رهٽو آ، بس عملُ گڏ هلٽو آ



يا رب!

مون کي پکيءَ وانگر ساچاهہ ڏي،

تہ چوڳو چڳي نيت اڏامي وڃٽو آهي،

مون کي نہ رڳو سيان جي الڪي پر اڃ

جي اوني ڪان بہ آزاد ڪر!

# ”ايـــــازيـات“

## جي ليلائي نہ لهين تہ بہ پن ليلائيج



”يا رب! تو منهنجي ماضيءَ لاءِ معافي ڏني
آهي ۽ منهنجي ڪسيءَ پڪيءَ تي ڍڪ
رکيو آهي.
تون ئي ماڻهوءَ جو ڍڪڻهار آهين جنهن
جا عيب اُپار آهن.“

# ”ايـــــازيــات“

## خالق ۽ مخلوق سان پيار رکو
## ان ۾ انسانيت جي نجات آهي



”يا رب! تون اها ساڃاهه ساريءَ انسان ذات کي ڏي ته نه رڳو تنهنجي پيار پر هڪ ٻئي جي پيار ۾ انسان ذات جي نجات آهي.“

# ”ايـــازيات“

## ريءَ ”رب“ پيو ناهه ڪي



يا رب! منهنجي دل ۾ پٽائي واري
ڪيفيت پيدا ڪر ته
ڪاڏي ڪاهيان ڪرهو، چوڏس چٽاٽو،
راٽوئي راٽو، ريءَ راٽي پيو ناهه ڪي.

## ”ايـــــازيــات“

### جي آيا سي اَگهيا

### توبہ جو در کليل آهي..پر جَلدي ڪيو!

”يا رب! مان هر دهرئي کي چوان ٿو تہ
گهٻراءِ نہ! توبہ جو دروازو هر وقت
کليل آهي ۽ تنهنجي پوئين پساهہ تائين
توتي نہ ٻوٽبو.“



# ”ايـــازيــات“

رب جي تجلي هر دل ۾ آهي
پر جيڪي جهڪي توبہ تائب ٿيا
اُهي ئي ان شمع مان لاڀ لهندا

”آءُ انهيءَ (توبہ جيُ دَرَ) مان ڪنڌ
جهڪائي اندر آءُ ۽ اها شمع ڏس جا تو
۾ ٻري رهي آهي.“



# ”ايـــازيـات“



ائين نہ ٿئي جو بغير ”توبہ“ موت ٿِيَئِي
پوءِ افسوس بہ اجايو آ
۽ ”پرينءَ“ ربَّ تي ايمان آڻڻ بہ بي فائدو

”آءُ! موت جي منهن ۾ دليريءَ جو اظهار
بہ ايترو ئي بي معنيٰ، آهي، جيترو
مايوسيءَ جو.“

# ”ايـــــازيـات“

## قيامت ۽ حساب ڪتاب تي يقين تہ سنڌ جي گهوٽ پٽائيءَ ڪي بہ آ



مڪافاتِ عمل جو خوف، ڪائنات جي پٽيان ڪنهن ابدي شعور ۾ اعتبار ڪنهن بہ انساني قدر جي منافي نہ آهي. اٽلو انهن ۾ يقين پختو ڪري ٿو، اهو اعتبار پٽائيءَ ۾ بہ هو.